# ڪلام حسن بخش

مؤلف

عارف المولي

سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچي : حيدرآباد

سنڌ

ڀھرين ايڊيشن، ١٩٥٧ع - تعداد ٢٠٠٠



قيمت ١-٠-٠

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

---

هي ڪتاب محمد ابراهيم جويي، سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ، سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد (سنڌ) ۾ ڇاپيو ۽ شايع ڪيو.

# ڪتاب جي باري ۾

## (از مؤلف)

١٩٥٥ع جي شروعات ۾، سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ، محترم محمد ابراهيم صاحب جويي، جو مون کي خط پهتو ته "سنڌي ادبي بورڊ، سائين حسن بخش جي ڪلام ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو آهي". سنڌي ادبي بورڊ وارن جي سنڌي ادب نوازيءَ جو هيءُ مثال ڏسي، خوشيءَ جو اٿاهه سمنڊ منهنجي من ۾ موجون مارڻ لڳو. الحمدلله، جڏهن اسان جا اهڙا سڀاڄها سڄڻ موجود آهن، ته اسان جي ادب کي لهر نڪو لوڏو!

هنن ڏکن ڏوجهرن جي ڏيهه ۾، هرڪو پنهنجين پنهنجين گهٽين ۾ گهتو پيو آهي- ڪير ٿو ڪنهن جي اوکي اونائي؟ پر ڪيرون ڪنيون ادبي بورڊ وارن، جن جي ادب نوازي ۽ همت افزائي، اسان جي مئل ادب ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو آهي.

مون به آمنا صد قنا چئي، ڪلام ڪٺو ڪرڻ شروع ڪيو؛ پر افسوس، جو هن روشن دل، مرد مٿيادار جو ڪلام تمام ٿورو هٿ آيو آهي. ڪجهه ڪلام ته مون وٽ اڳ ئي موجود هو، پر وري به جتي ڪو سائينءَ جو ساڻاري صحبتي سڄهيو ٿي، اتي پاڻ وڃي، يا ماڻهو موڪلي، مشڪل سان چاليهه پنجاهه ڪافيون ۽ پنجاهه ڪن بيت هٿ ڪري سگهيو آهيان- جي اهڙي زنده دل، مست، ملنگ شاعر اڳيان تمام ٿورڙا

آهن. ۽ جيڪي بہ حاصل ٿيو آهي، سو ماڻڪ موتين کان وڌيڪ مهانگو ۽ مٺيادار آهي - ”جي ماڻو ملي مال، تہ پوچارا پُر ٿئين!“ (شاهہ)

تازو هاڻي شير لغاريءَ جي ڳوٺ ۾، الوديخان جي ڪتبخاني مان، سورهن بيت مسمئ جا هٿ آيا آهن. اهڙيءَ طرح اڃا بہ ڪوشش هلندڙ آهي. جيڪڏهن اڃا بہ وڌيڪ ڪلام هٿ لڳو، تہ ٻئي ايڊيشن ۾ پيش ڪيو ويندو. خدا ڪري، شال، سڄڻ اڳيان هيءَ اڻپورو پورهيو ساب پوي!

- عارف المولي

# سائين حسن بخش جي زندگيءَ جو احوال

## خاندان ۽ حسب نسب.

سائين حسن بخش کي اڪثر "هادي سائين" ڪري سڏيندا هئا. سندن وڏا، برهانپور مان لڏي، اچي سنڌ ۾ رهيا. سنڌ ۾ سندن ڀهريون ڳوٺ، قاضي احمد جي پرسان، ٻڪرين لڳ ٻڌل آهي. ان بعد سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سندن فيض ۽ اولاد پکڙيو. ڪن ڇتن شاهه ۾ خيما کوڙيا؛ ڪن تعلقي حيدرآباد ۾ کهوڻائن شهر ۾ ٻڪهه هنيا؛ ته ڪن وري ڏُڙي ۽ احمد آباد کي وسايو- مطلب ته هرڪو پنهنجي سٽي سهي آهر ويو ورسندو.

سائين حسن بخش جي نسب جو سلسلو جناب حضرت پير دستگير، سيد عبدالقادر جيلانيءَ سان وڃي ٿو ملي. انهيءَ نسبت سان پاڻ ۽ سندن خاندان جيلاني سيد سڏبا آهن.

## ولادت ۽ تعليم ۽ تربيت.

سائين حسن بخش، غالباً ١٢٦٢ هجريءَ ڌاري، ڳوٺ ڏُڙي، تعلقي شهدادپور ۾، پنهنجي ناني، پير سبحان علي شاهه "ڪير پياڪ" وٽ تولد ٿيا. سندن والد شريف، پير گلزار علي شاهه، تعلقي حيدرآباد ۾، شهر کهوڻائن جي لڳ، پير پاون شاهه جي ڳوٺ ۾ رهندو هو، ۽ آتيئي سندن آخرين آرامگاهه آهي.

سائين حسن بخش، ان وقت جي عام دستور موجب، پنهنجي ناني جي سرپرستيءَ هيٺ، عربيءَ ۽ پارسيءَ جي چڱي تعليم

حاصل ڪئي. مون پنهنجي والد مرحوم جي زباني ٻڌو ته سائين حسن بخش کي مطالعي جو ايترو شوق هوندو هو، جو پاڻ پينگهي ۾ پيا لڏندا هئا، ۽ چوطرف ڪتاب پکڙيا پيا هوندا هئا: پاڻ ڪتابن ڏانهن اشارو ڪري، چوندا هئا ته "ابا! سترهن ديوان هي آهن، ۽ هڪ ديوان هيءُ بندو آهي".

جيئن ته تازو راقم الحروف کي، مرحوم، رئيس حڪيم آلودي خان شيراڻي لغاريءَ جي چڏيل ڪتابن ڏسڻ جو موقعو مليو، جنهن ۾ هڪ طبي نسخي جي مٿان ڇاپايل هو ته "از ڪتبخانه پير حسن بخش جيلاني دڙه"- انهيءَ منجهان پوري ساک ملي سگهي ٿي ته سائين حسن بخش وٽ هڪ شاهي ڪتبخانو هو.

## جوانيءَ جو زمانو ۽ مجاز جي چوٽ.

"جواني ديواني آهي"- ان وقت ڪيترا پنهنجي حال ۾ مست ٿي وڃن ٿا. سائين حسن بخش وٽ به جيئن جواني آئي، تيئن آرڏائيءَ ۽ بيپرواهيءَ سان گڏ، سورن جا سامان ڪٺي آئي. جيتوڻيڪ سندن چهري ۾ رعب، اکين ۾ ڏيا، ۽ جسم ۾ بيباڪي ۽ بهادري سمايل هوندي هئي، پر اهڙيءَ زبردست طبيعت کي به مجازي محبت هٽي موهي وڌو، ۽ عشق جا انگور، سڪ پرڻي سيني مان سرجڻ لڳا.

هڪ حسين نينگري سندس محبت جي دنيا ۾ داخل ٿي- پر ظالم زمانو ٻن دلين کي ڪٺي ڏو هڪ ٿيڻ ڏئي؟ نيٺ

آها محبت جي ماريل مائي، دنيا وارن جي ظلم و ستم کي به پنهنجي دوست جي ديدن جي دوناليءَ جو گهاءُ تصور ڪري، هميشه لاءِ وڃي سک ۽ آرام جي ننڊ ستي.

آن مائيءَ جي ناگهاني موت سبب، سائين حسن بخش جي ته دنيا ئي بدلجي ويئي: ۽ مجازي محبت مان، حقيقي عشق جو عقاب، ڪين چنبن ۾ چائي ويو.

"عشق عقاب، شتاب مون کي، باز وانگي آچي جهٽيو آ".
(حسن بخش)

## عام مشغوليون.

سائين حسن بخش کي ملاکڙن جو خاص شوق هوندو هو، ۽ سندن اِنهيءَ شوق جي ڪري، تَر ۾ وڏا وڏا پهلوان پيدا ٿيا: جهڙوڪ جمال سريوال، وغيره. ڪين شڪار جو به شوق هوندو هو. پاڻ بندوق جا سٺا توبچي هئا، ۽ باز ۽ باشي جو به شوق رکندا هئا. جيئن ته پاڻ هڪ عاشق مزاج ۽ دکويل دل اِنسان هئا، تنهنڪري راڳ سان خاص آنس هوندو هون، ۽ سندن محفل ۾ هروقت ڳائڻا ويٺا هوندا هئا-جهڙوڪ ڪوٽ-ڏڏي بادشاه پيرصاحب پاڳاري جو خاص نوازيل گويو، آچر ميراثي، ۽ ڪافين جو سدا سگهڙ نورشاه وغيره، جي ٿورن ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ وَر وَر ڪيو پيا اچي سلامي پريندا هئا. مطلب ته وٽن سدائين سگهڙن جون سٿون، ۽ قربن جون ڪچهريون لڳيون پيون هونديون هيون.

## شادي ۽ اولاد.

سائين حسن بخش شاهه پهرين شادي، مون راقم الحروف جي پڙڏاڏي پير علي بخش جي دختر نيڪ اختر سان ڪئي، جنهن منجهان هڪ فرزند به تولد ٿيو، پر ٿوري وقت کان پوءِ وفات ڪري ويو. پوئينءَ عمر ۾، اولاد ٿيڻ لاءِ، پنهنجن دوستن ۽ مائٽن جي گهڻي اصرار تي، آڏيري لعل جي پرسان، سيدن مان ٻي شادي ڪيائون، پر ان منجهان به ڪو اولاد پيدا ڪونه ٿيو، ۽ پاڻ پنهنجي ڀاڻيجي - يعني هن راقم الحروف جي والد - پير ڏنل شاهه کي پنهنجو مربي پٽ ڪري سڏيائون.

## وفات.

چون ٿا ته ملڪ ۾ وبا پکڙيل هئي ۽ عام جام ماڻهو مري رهيا هئا. هڪ ڏينهن صبح جي وقت ڳوٺ شاهن رند، تعلقي سنجهوري جي هڪ بلوچ عورت اچي عرض ڪيو ته "قبلا، منهنجو ٻچو سخت بيمار آهي، خدا جي واسطي ان کي هلي ڪا دعا ڪريو ۽ دوا دارون ڏسيو". پاڻ چيائون ته "بابا! صدقي وڃان ڏڻيءَ جي نام تان، هل ته هلون". پاڻ هڪدم وڃي اتي پهتا؛ ڇوڪري لاءِ دعا ڪيائون ۽ دوا دارون ڏسيائون. ڇوڪري گهڻيءَ دير کان پوءِ ڳالهايو ۽ اک پٽي، پر سائين حسن بخش جن پاڻ اتي جو اتي بيمار ٿي پيا. پوءِ پاڻ اتان پينگهي ۾ کڻائي، پنهنجي ڳوٺ ڏٺڙي پهتا؛ ۽ ستين جمادي الاول، سن ١٣١٨ هجري، صبح جي وقت، هن فاني دنيا مان هميشه لاءِ برقعو مٽايائون، ۽ بقا جي ملڪ ۾ وڃي آرامي ٿيا - "اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ!"

اهڙي ماڻڪ موتيءَ جي وڃڻ ڪري، ماڪ ۾ ماندان مڇي ويو. اوسي پاسي وارا اورانيا ڪري رنا، ۽ وقت جي شاعرن مرثيا پڙهيا. رمضان فقير واڍي ته هيئن اوساريندي چيو:

آڏا ڏونگر لڪيون، سوڙها ڙي سوڙها،
مرون گهاٽي جهنگ ۾، جوڙا ڙي جوڙا،
ويو وَر "واڍو" چئي، گهوڙا ڙي گهوڙا،
ڏير ملن، ذاتر ڪري، ڏوڙا ڙي ڏوڙا،
روئان رت "رمضان" چئي، ڳوڙها ڙي ڳوڙها،
هاڻ ٽَڪَرَ ۽ ٽوڙا، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا!

## حليو ۽ پوشاڪ.

سائين حسن بخش کي جن ڏٺو هو، تن جو چوڻ آهي ته "سائين حسن بخش نهايت ملاحت ۽ صباحت جو صاحب هو. سندن تصوير موهيندڙ، ڏيادار ۽ ڪڻڪ رنگي هئي. اکيون وڏيون، گلابي؛ نڪ ڊگهو، ڪنڊو؛ پيشاني ڪشادي؛ وار ڊگها؛ شهپر گهاٽا، وڏا ۽ رعبدار؛ سونهاري پوري ڪينچيءَ تي ورتل، جنهن کي پيريءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن مينديءَ به لڳائيندا هئا، نه ته گهڻو ڪري سفيد هوندي هين؛ قد پورو، ڊگهو، سئين ڪاٺي؛ سينو موڪرو؛ چيلهه سنهي؛ ڪارايون گول؛ ڪارائين جا وار آبتا؛ جسم پريل؛ ساڄي پير جون ٻه آڱريون ٻُميون، جنهنڪري سندي جتي پائڻ ۾ تڪليف ٿيندي هين: مطلب ته سندن صورت نهايت دلڪش ۽ رعبدار هوندي هئي.

جوانيءَ ۾ ريشمي لونگيءَ جي دستار ٻڌندا هئا؛ سنهو ريشمي پهراڻ ۽ مخمل جو سائو ڪوٽ پائيندا هئا؛ پيرن ۾

گهڻو ڪري ملتاني سليپر هوندو هون، ۽ ڪڏهن ڪڏهن
جوتو يا بوٽ به پائيندا هئا. سندن تندرستي سٺي، ۽ طبيعت
تواني هوندي هئي.

## اخلاق ۽ عادتون.

سائين حسن بخش پنهنجي وقت جو وڏو سخي مرد هو.
لنگرخانو هميشه پيو هلندو هون. پاڻ رات جي ماني گهڻيءَ
دير ڪان پوء کائيندا هئا؛ چاڪاڻ ته خيال هوندو هون ته
متان ڪو لڏيو ڪڙيو مهمان نه اچي وڃي. پر جيڪڏهن
ڪو بيوقتو مهمان آچي ويندو هو، ته اُن کي پنهنجي رکيل
ماني ڏياريندا هئا، ۽ پاڻ بُک ۾ سُمهي پوندا هئا. پاڻ
سدائين "اٺين ۽ چاڙهين ڏت ڏيهاڙي سومرا" جي مصداق
رهيا. نه دُنيا جا طالب هئا، نه دُنيا کي گڏ ڪيائون، ۽
هميشه توڪل جي ترهي تَرندا هئا.

هڪڙي بوزدار بلوچ کين زمين جو سڄو ڪڙيو لنگر
جي خرچ لاءِ ڏنو؛ اُن وقت ئي هڪ سواليءَ اچي سوال ڪيو؛
جنهن تي پاڻ اهو سڄو ڪڙيو اُن کي بخش ڪري ڇڏيائون.
وفات وقت پنهنجي پاٽيجي، يعني منهنجي والد صاحب کي
وصيّت فرمايائون ته "ابا آسان وٽ ملڪيت ڪانهي، متان
اُنهيءَ جي آسري ۽ ساڻهن جي ڇوڻ تي ڪڏون ڪوٽين:
اسان وٽ الله جو نالو آهي، جو سدا شاهوڪار آهي- پاڻ
چار ڪوڏيون اسان جي قرض جون ڏجانءِ!"

( ٢ )

## سائين حسن بخش جي شاعري

جيئن تہ اُن وقت سنڌ ۾ ڪافيءَ جي صنف ڪافي عروج تي پهتل هئي، ۽ غزل جو دور نئون شروع ٿيو هو، تنهنڪري سائين حسن بخش غزلگوئيءَ ۾ تمام ٿوري طبع آزمائي ڪئي آهي؛ باقي ڪافي-گو شاعرن ۾ هو هڪ ممتاز حيثيت جا مالڪ، ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سندن ڪافيون وقت جا ڳائڻا سوڪڙيءَ طور ياد ڪري، پنهنجن ڳوٺن ۾ وڃي ڳائيندا هئا. اُن وقت جا ڪافي-گو شاعر مصري شاهہ، مهدي شاهہ، خير محمد فقير هيسباڻي، سليمان شاهہ، بيڪس، مخدوم امين محمد، رمضان فقير، سانگي، صاحبڏنو شاهہ، ۽ ٻيا مشهور هئا. سائين حسن بخش پنهنجي وقت جو يگانو گوهر هو. سندن ڪلام جو نمونو ڪيترن ڪان نرالو آهي. جيڪو رچ، رس يا رنگ سائينءَ جي ڪلام ۾ نظر اچي ٿو، سو ٻئي ڪنهن شاعر جي ڪلام ۾ ورلي نظر ايندو.

سائين حسن بخش نہ رڳو شاعر هو، پر هڪ دردمند دل رکندڙ درويش بہ هو. سندن هرهڪ لفظ ۾ سوز سمايل آهي، ۽ سندن هر هڪ ڪافيءَ ۾ تصوف ۽ توحيد جا چشما اُڌما ڪائيندي نظر اچن ٿا. هو فصاحت ۽ بلاغت جو درياءَ آهي. سندن ڪلام ۾ ڪيتريون شاعرانہ خوبيون نظر اِينديون-ڪٿي سوز وگداز جا سُر منڊل وڄندي نظر ايندا، تہ ڪٿي "همہ اوست" جا نعرا؛ ڪٿي ذاتي ۽ صفاتيءَ جا

رازسمجهايل هوندا، ته ڪئي نفي ۽ اِثبات جا اسرار-مطلب ته سندن سچو ڪلام عشق و محبت ۽ سوز و گداز سان پرپور نظر اِيندو.

## ٻين شاعرن جو اثر ۽ تتبع.

ماضيءَ جو اثر حال تي پوڻ ضروري آهي- پوءِ آهو چاهي آدب هجي، يا زندگيءَ جو ڪو ٻيو پهلو. هرهڪ شاعر ڪنهن نه ڪنهن اڳوڻي شاعر کان ضرور متاثر ٿيندو آهي، ۽ ٿيڻو به ضروري آهي. اهڙيءَ طرح، سائين حسن بخش تي به آستاد شاعرن جو ڪافي اثر چڙهيل ٿو ڏسجي. ڪين ڀٽائي صاحب جي رسالي سان دلي محبت هوندي هئي، ۽ آنهيءَ طرز تي سُرن وار ڪافي بيت چيل اٿن.

حمل فقير ۽ سائين حسن بخش.

حمل فقير هڪ ذهين، هوشيار ۽ سگهڙ شاعر ٿي گذريو آهي. حمل فقير جي رنگين شاعريءَ سنڌ ۾ چڱو چهچٽو ۽ چَس چاهه پيدا ڪيو. حمل فقير پيرسن هو، جو ڊُڙي جي قريب، جعفر خان لغاريءَ جي ڳوٺ ۾ گهٽو ايندو ويندو هو. سائين حسن بخش اگرچ آن وقت جوانيءَ جي سرڪش ڪيڪان تي سوار هو، ته به سندن سليم طبع ۾ اهڙن سالڪن سگهڙن جي صحبت جي سِڪ هئي. انهن ڏينهن ۾، لعل بخش خان لغاري، جيڪو هڪ وڏيءَ سُڌ ٻڌ وارو شخص ٿي گذريو آهي، ۽ پيا ڪيترا جهونا جهونجهار حمل فقير جا صحبتي هوندا هئا، جن سان حسن بخش شاهه جن جون رس رهاڻيون ٿينديون هيون.

اهي ماڻهو، جي سائين حسن بخش جي محفل جا مٽيا هئا، تن جو چوڻ آهي ته "اسين حمل فقير سان گڏجي، سائين حسن بخش وٽ اچي ڪچهريون ڪندا هئاسين، ۽ ڪڏهن سائين حسن بخش حمل فقير جي اچڻ جو ٻڌي، پاڻ به اچي محفلن ۾ شرڪت ڪندا هئا. حمل فقير جي صحبت جي ڪري، سائين حسن بخش سرائڪيءَ ٻوليءَ ۾ به چڱو شعر چيو آهي. حمل فقير جي تتبع تي، بحر طويل ۾ چيل، سندس هيٺيون ڏوهيڙو گهڻو مشهور آهي:

محبوب مٺا منٺار سَيڏا، مئين روز ويکان تيڏيان راهين ـ
آءِ ڪڏاهين!

سوز فراق دي سور سٹاوئين، دل اندر ديان دانهين ـ
آءِ ڪڏاهين!

دل جوش تيڏي، بيهوش ڪيتي، چوڏار برهه ديان باهين ـ
آءِ ڪڏاهين!

آهم حال ڏيوين هڻ نال "حسن بخش"، ڀڳڙ ڀاڄهه نه لاهين ـ
آءِ ڪڏاهين ـ

سائين حسن بخش جي طبيعت ۾ اهڙي رواني هوندي هئي، جو خيال اچي ويو، ته ٻه ٽي ڪافيون لڳو لڳ چئي ويندا هئا. الله بخش فقير، سندن حاضريءَ جو خاص ماڻهو، مَس قلم موجود رکندو هو ۽ هڪ ٻه ڪافيون لکي وٺندو هو. ڪا مصرع ڪنهن ياد ڪري ورتي، ته ڪا ڪنهن: اهڙيءَ طرح هن مهراڻ جي موج مان جيڪي موتي هٿ آيا، سي پلئي پيا،

۽ پيا ڪيترا رهجي ويا. طبيعت توڙي شعر جي لحاظ سان، پاڻ مذهبي سونجهارن کان هميشه پري رهندا هئا، ۽ "با مسلمان الله الله، با برهمن رام رام" واري اصول جا قائل هئا.

"بيدل" جي وفات ١٢٨٩ هجريءَ ۾ ٿي آهي. پاڻ ان وقت ويهن پنجويهن سالن جي عمر جا هئا، تنهنڪري بيدل جي تتبعي تي به ڪيتريون ڪافيون چيون اٿن - جيئن ته

بيدل:

ڪونه ڏٺوسين جڳ منجهه جيڏيون، عشق جهڙو آزار ميان!

سائين حسن بخش:

ڪونه اهڙو پيو ڏٺم، جهڙو عشق جو آزار، يار!

اهڙيءَ طرح سائين حسن بخش پين هيٺين شاعرن جي تتبعي تي پڻ ڪلام چيو آهي:

(١) مخدوم امين محمد (ولادت ١٢٥٤، وفات ١٣٠٣ هجري):

هالن جي مخدومن منجهان هئا. سائين حسن بخش جا نزديڪي همعصر ۽ همخيال شاعر هئا. هڪ ٻئي جي تتبعي تي تمام گهڻيون ڪافيون چيون اٿن - جيئن ته

جنين ڪي عشق جو آهي، نشو نروار اثباتي......

١- ڪنيئون هٿ برهه جا پيالا، رسيا عبديءَ ڪنا اعليٰ،
ڪنين ويراڳ جا والا، وڏائون فڪر ڪي ڦاهي:
سا لائي "لا" سندي ڪاتي!

٢- ڪٿي سا راند ڏٺيا راسا، پئون پارهن ٻئي پاسا،
خفيءَ ۾ خان ٿيا خاصا، چڏيئون گهر ڏاڻ جا ڏاهي:
رکي هڪ رمز ڏ ينهان راتي!

٣- آندر ۾ عشق جا ڪورا، مچيائون محب جا ڏورا،
پڇي ڪئين بت ڪيئون پورا، تنين جي شرف شڪ ناهي:
ڪين ظاهر ذات ۾ ذاتي!

٤- "آمين محمد" آهي آندا، جي "هُو" ۾ هوءِ هيڪاندا،
نه هڪ دم ورهه ڪان واندا، ٿي ماريا موت مت چاهي:
م چئو سي مرد مماتي!

-(مخدوم امين محمد)

سائين حسن بخش:

جنين جي جان ۾ آيو، آ حضرت عشق اثباتي...

١- چڱ ڀائون نفس ڪي نائي، ڪاتي سا "لا" سندي لائي،
خفيءَ سان خيال ني ڀائي، اٿن روحيءَ سندو رايو:
وڃي ٿيا ذات ۾ ذاتي!

٢- آڏو تي الڪ سان اورن، ڪلهن ڪان ڪند ڏاڪورن،
ويٺا پنهنجي ڏيل ۾ ڏورن، ستو سونن متي ڀايو:
رکن رند رمز ڏينهان راتي!

٣- نفي ثابت آ جن ڪيڙو، صغريٰ سير تن تيڙو،
ڀَرو ڪبريٰ آنهن پيڙو، "موتوا قبل ال" جنين چايو:
نه ٿيا سي مرد مماتي!

٤- جڏهن هي چاڻ چاتائون، آلڪ سان پيچ پاتائون،
ڀَلو سپ برهه ياتائون، تنين جي گهور هڪ گهايو:
چني ڏنو چوهه مان چاتي!

٥- سري ۾ سر سُڃاتائون، "حسن بخش" چاڻ چاتائون،
آتي وڃي نينهن لاتائون، جتان وري ڪو نه ڪو آيو:
وڏئون "وَجه حق" ۾ جهاتي!

(٢) سليمان شاهه، ولد محمد شاهه، لکياري، ڳوٺ بودلو ڏاهري، تعلقو نوشهرو فيروز، پير صاحب حزب الله شاهه پاڳاري جو مريد ۽ سائين حسن بخش جو همعصر هو.
هڪ ٻئي جي تتبعي تي گهڻيون ڪافيون چيون اٿن - جيئن ته

بنا لشڪر خزاني جي، ٿيڻ سلطان مشڪل آ

١- دم دم ۾ دل هميشه، خفا دلدار جي پاجهان،
گهڙي هڪ يار ڪان پاسي، منهنجو گذران مشڪل آ.

٢- اگر ڪنهن چيز ڪي هٿجي، ڪشي ڪو ڪان انڪل سان،
لڳي ڪنهن ري ۽ ڏسڻ پاجهان، چڱڻ نيشان مشڪل آ.

٣- لکي "سليمان" ڪي عبرت، ڏسي انصاف قدرت جو،
بنا جهڙ جي منجهان آسمان، وسڻ باران مشڪل آ.

سائين حسن بخش:

گهڙي منجهه عشق جي دريا، هلڻ هُن پار مشڪل آ،
لنگهي تنهن حد لاحد ڪان، ٿيڻ مختيار مشڪل آ.

١- لاڳاپا لوڪ جا لاهي، ڇني سڀ يار يارانا،
نڱئون نڪري ٿيڻ نانگو، نسنگ نروار مشڪل آ.

٢- ڏسي سي چوهه چولين جا، پوڻ ڪاهي انهي ۽ ڪُن ۾،
بحر منجهه موج مستي ۽ جي، سمُڻ سير يار مشڪل آ.

٣- ناهي ڪو پاند، نا سيٺهه، نڪا ڪشتي ملاحن جي،
توڪل جي بنا، ترهي ترڻ سو تار مشڪل آ.

٤- "حسن بخش" هوش جون ڳالهيون، ڦٽا ڪر ڦند فڪرن جا،
بنا سودي صفا سر جي، ڏسڻ ديدار مشڪل آ.

(٣) ڪمال فقير:

ڏي سگهو ساٿي وڃي، نازڪ نياپو يار ڪي!

(٤) صاحبڏنو شاھ:

قاصدا، نامِ خدا، ڏي نياپو يار ڪي!

(٥) ڪمال فقير، ٻيو:

ٻلڪ ۾ ٻانڌي! وڃي ڇئو حال، حيدرشاھ ڪي،
مرتضيٰ، موليٰ علي، هيٺن سندي همراھ ڪي.

١- ٻانهون ٻڌي ٻهڪڻ اڳيان، وڃ دردسان دلخواھ ڪي،
ٻارت پورهيت جي ڪجانءِ، وڃي مومنن جي ماھ ڪي.

٢- اڪو يون عرب جي ٻار ڏي، رويو نهارن راھ ڪي،
بي وسيلن جا وسيلا! واھ ڏي بيواھ ڪي.

٣- "ڪمال" ڪي حُب ڪربلا جي، اڪنڊ آ ارواح ڪي،
سِڪ اٿم سيني گهڻي، شاھِ نجف جي شاھ ڪي.

سائين حسن بخش:

قاصدا! نامِ خدا، چئو يار بيپرواھ ڪي،
هيءَ سڪايل ٿي سڪي، جنهن جي سوگهوڪيڙئي ساھ ڪي.

١- رات ڏينهن آرام ناهي، آڪنڊ آ آرواح ڪي،
ناله، فرياد و فغان، منهنجي آهه، باليٰ آھ ڪي.

٢- ياد ڪيو يوم الوصال، رويو ڏسان ٿي راھ ڪي،
معاف ڪر منهنجا مٺا! هين گوليءَ جي تہ گناھ ڪي.

٣- ڪيئن ڪيان، ڪاڏي وڃان؟ هن عشق جي آڙاه ڪي،
بحرِ قلزم نا وِسائي، برهه جي هڻ باه ڪي.

٤- هي "حسن بخش" نا وساري، دلبرِ دل خواه ڪي،
اَچ اڱڻ منهنجي مٺا! اَچي واه ٿي، بيواه ڪي.

(٦) خيرمحمد فقير هيسباڻي:

انهيءَ سيف آبرو جي سوين، مانجهي هزارين ماريا

١- ڪئين ماريا ڪئين جياريا، ڪئين عشق جا آزاريا،
انهيءَ شوق شيرين جي سبب، فرهاد ڏونگر ڏاريا.

٢- ڏنو تخت ڪي رانجهن ترڪ، پيا اسباب ڪُل اڏاريا،
رنگپور جي رهاڻ لئي، ٿي چاڪ وڇڙا چاريا.

٣- صنعان جهڙن سالڪن، تقوي جا ورق وساريا،
انهيءَ زلف جي زنجير ۾، ڪاڪل ڪمڙا ڪاريا.

٤- سٽي "خيرمحمد" ايءَ خبر، ورد و وظائف واريا،
جيڪي عشق آدم سين ڪيا، سي قول پنهنجا پاريا.

سائين حسن بخش:

هن عشق جي آڙاهه ڪئين هزار پهڳڻ پاريا،
هر دو جهان نينهن جي نشي، جوڳي جُنگ جياريا.

١- برهه باب جي عتاب پيا، ڪتاب ڪُل وِساريا،
ڪئين جوان منجهه طوفان، ڪن جا ڏيل ڪرت ڏاريا.

٢- مجنبي، مير امير تي بَرَ ۾ گل بهاريا،
جنهن ڪي ليلي هڪڙي لاڏ سان، سَوَ سبق سور سيکاريا.

٣- ڪربلا قرب ڪبريا، قهري قتل ڪاريا،
اهي مير مُڙيا ڪين، جن جي موڙ سر ملهاريا.

٤- چاڪ، صاحب تخت جي، اسباب ڪل آڏاريا
جهنگ سيال جي خيال، رانجهن پاڻ ٻهاريا،
٥- "حسن بخش" هوتن لئي، هي هي لڙڪ هاريا،
قربان تن جي نام تان، جن قول "قالوا" جا پاريا.

مطلب ته سائين حسن بخش جي زندگي، شاعرن ۽ درويشن جي صحبت کان ڪڏهن به خالي نه رهي آهي. سندن ڪلام ۾ هرهڪ نغمو سوز ۽ ساز جو مجموعو نظر اچي ٿو، ۽ هرهڪ شعر ۾ حقيقت جو جام لبريز آهي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو، ڪنهن زنده دل شاعر جي زندگيءَ کي ان جي صداقت ڀرئي ماحول ۽ پاڪ جذبن جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ چاهي ٿو، ته مناسب آهي ته سندس ڪلام جو مطالعو ڪري: ڇاڪاڻ ته ڪنهن به شاعر جو ڪلام، خالي ڪلام نه هوندو آهي، بلڪ ان کي انهيءَ شاعر جي زندگيءَ جو سچو پچو آئينو سڏجي ٿو، جنهن منجهان سندس لافاني تصوير جا خط ۽ خال بلڪل چٽا ۽ نمايان نظر اچن.

اهڙيءَ ريت، سائين حسن بخش جو ڪلام به انسانيت جو مجموعو، اخلاق جو گلدستو، فطرت جو ڪرشمو، عشق جو سيلاب، روحاني انقلاب جو درياهه، حقيقت جو نقش، قدرت جو آواز، صفات ۽ ڪمالات جو مظهر، ادبيات جي جان ۽ ٻوليءَ جو سچو پچو روح آهي. انهيءَ چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونهي، ته سندن حقيقي جمال ۽ ڪمال کي به سندن اشعار فيض آثار جي حقيقت نما آئيني منجهان تمام چڱيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿو.

## ( ١ )

[ روپ ڪلياڻ - تين تال ]

گهيڙي منجهه عشق جي دريا، هلڻ هُن پار مشڪل آ،
لنگهي تنهن حدّ لاحد کان، ٿيڻ مُختيار مشڪل آ.

١- ڪري دُنيا تَرڪ يارو! ڪڍي سڀ لُنگ لانگوٽيا،
چڙي سِر ساهه جو سانگو، اچڻ اظهار مشڪل آ.

٢- لا ڳاپا لوڪ جا لاهي، ڇڏي سڀ يار! يارانا،
نِگڙون نِڪري ٿيڻ نانگو، نسنگ نِروار مشڪل آ.

٣- ڏسي سڀ ڇوهه چولين جا، پَرَوڙ ڪاهي انهي ڪُنَ ۾،
بحر منجهه موج مستي جي، سَرَڻ سر يار مشڪل آ.

٤- ناهي ڪو پاند، نا سيٺهه، نڪا ڏُوندي ملاحن جي،
توڪّل جي بنا ترهي، ترڻ سو تار مشڪل آ.

٥- "حسن بخش"! هوش جون ڳالهيون، ڦٿا ڪر ڦند فڪرن جا،
بِنا سَودي صفا سِرَ جي، ڏسڻ ديدار مشڪل آ.

## (۲)

[روپ ڪارايل - تين تال]

عِشق عُقاب، شتاب مون ڪي،
باز وانگي آچي جهَٽيو آ.

۱- چستؤن چڙهي ويو، چرغي وانگر،
چَنبو سيني ۾ سٽيو آ.

۲- لُوهون ڏيئي لغڙن واريون،
هانءُ ڦِڦڙ ڪان پٽيو آ.

۳- سينو آمالڪ زوران زوري،
آندر اسان جو ڦٽيو آ.

۴- بيشڪ ڏِسي اِهي باشا بحري،
ڪين "حَسن بخش" هٽيو آ.

●

## (٣)

[روپ ڪلياڻ - تين تال]

اهڙا اِنصاف عاشقن جا،
سهن سر سوز، صُوفيڙا!

١- نہ ڪيائون ناز نصرت جو، نہ دُنيا دَور ڪثرت جو،
حُزن تن روز حسرت جو، لاهوتي لال لُوفيڙا۔

٢- جگر جن جوش جلايا، همہ دَم غم سان ميلايا،
زهر پُر جام پيلايا، ناهن سي جُوان جُوفيڙا۔

٣- سامين نا سُور سلايا، نيزن تي سِر هلايا،
مانجهين ميدان ملهايا، سُڃاڻن راز رُوفيڙا۔

٤- "حسن بخش"! عشق ساڙايا، گهاٽي منجهہ گهوٽ پيڙايا،
سُوليءَ سردار چاڙهايا، خيالُ الخاص خُوفيڙا۔

## (٤)

[روپ سهڻي- داد را]

عشق کي استاد وٺ، ڏي جان کي جفا،
تہ حاصل تو حضور ٿيئي، لهين نور جا نفعا.

١- شير تنهن شيطان کي، هڻ ڏيل ۾ ڏڦا،
ماري نفس نادان کي، ڪر سينو پنهنجو صفا.

٢- انجام جو الست جو، ڪر هيت نہ بيوفا،
پڙهہ تسبيح تحليل جي تہ، ٿئي وعدو وفا.

٣- ذڪر ذاتي ۽ صفاتي ڪر دم ۾ ڪئين دفعا،
ڇڏ مڪر جا مارڪا، ڪوڙا خيال پيا خفا.

٤- حامي "حسن بخش" سان ٿيندو مارُ مصطفيٰ،
هلي حشر هل ۾ ڪندو، شافع پاڻ شفا.

## ( ٥ )

[روپ سهڻي ۾ پيروي - داد را]

هن عشق جي آڙاهه، ڪئين هزار ڀڳڙ ڀار ڀيا،
هر دو جهان، نينهن جي نشي، جوڳي جنگ جيار ڀيا،

١- بره باب جي عتاب، ڀيا ڪتاب ڪل وسار ڀيا،
ڪئين جوان منجهه طوفان، ڪن جا ڏيل ڪرڻ ڏار ڀيا.

٢- ڪربلا قرب ڪبريا، قهري قتل ڪار ڀيا،
آهي مير مڙيا ڪينڪي، جن جي مُوڙ سر ملار ڀيا.

٣- مجنون مير آسير تي، بر ۾ ڪُل بهار ڀيا،
جنهن کي ليليٰ هڪڙي لاڏ سان، سوسبق سوَ رسيڪار ڀيا.

٤- سچ عشق جي محال "آنا الحق" اجار ڀيا،
منصور جهڙا منصف، تن سُوريءَ سر سينگار ڀيا.

٥- چاڪ، صاحب تخت جي، آسباب ڪُل آڏار ڀيا،
جهنگ سيال جي خيال، رانجهن ڀاڻ ٻُهار ڀيا.

٦- "حسن بخش" عاشقن لئي، هي هي لُڙڪ هار ڀيا،
قربان تن جي نام تان، جن قول قالوا جا پار ڀيا.

## (٦)

[روپ پيروي- تين تال]

ٻُڌي وَنَحۡنُ اَقۡرَبۡ جا نيشان،
آدِ يسيئن آرام ڏِنايا.

١- حَق سُڃاڻي، حَق ڏي هَليا،
دَورَ دُنيا جي ڪَهين نَہ جهليا،
جيئن فرمايو فرقان، سامين ڪيڙا پَند سَجايا.

٢- صفاتي منجهان ذاتي ٿيڙا،
نفي، سيرّي، اثباتي ڪيڙا،
لاهوتي لامڪان، ويراڳين وجود وِڃايا.

٣- "مُوتُوا قبلَ ال" مري ويا سي،
"اَنۡ تَمُوتُوا!" جيئرا ٿيا سي،
هردو منجهہ جهان، پيچ پرين سان تن ڪي پايا.

٤- "حَسن بخش" رک تون ڏيان اندر ۾،
سوجهي لَهہ تُون نور نظر ۾،
نہ ٿي رُکو نادان، سي وڃن ٿا پَساه اجايا.

## ( ٧ )

[روپ ڪلياڻ - تين تال]

جُودُنُون جهاتي جنين پاتي،
ويراڳـي واٽ نـا ورنـدا.

١- سامين ڪي سور ساماپا، گُرُوءَ جي گهور هڪ گهايا،
رانول جي رمز ريجهايا، ڪوريءَ خان سهي ٻرندا.

٢- چڙهيا سر نينهن نظاري، سيون سردار سينگاري،
ڀُوري ڪيئون پرت سا پاري، تنهين جا قول سي پرندا.

٣- آديسي عشق آدوتي، لنگوٽيا لال لاهوتي،
جفا ڪيئون جان جبروتي، سامين جا ڪاج سي سرندا.

٤- "حسن بخش" عشق ۾ آتن، ڦقڙ، جيرا آنهن ڦاٽن،
ڪُلهن ڪان ڪند ٽا ڪاٽن، سوليءَ منصور نا ٽرندا.

( ٨ )

[ڪلياڻ ـ تين تال]

وڻي ويا واڻ وحدت جي،
جَلالي جُنگ جوڳيَڙا.

١- ڪاهي آيا مٿي ڪثرت،
وٺي وادي، سنڌي وحدت،
ڏنائون حق جي قدرت،
چڙي ٿيا ٿاهه، تو ڳيَڙا.

٢- نَچايا نينهن ناسوتي،
ڪيائون سَير ملڪوتي،
ڏنائون ڏيهه جبروتي،
رڱيا رَس رنگ روڳيَڙا.

٣- هُما جي صاحب، عظمت،
هلايا حڪم با حشمت،
هَلي تن ۾، نه آت حُجّت،
ڪيا ڪٿين عشق او ڳيڙا.

٤- "حسن بخش" حال سي چاڻن،
"مُوتُوا قبلَ ان" مَري ماڻن،
آلَستي وار، ي آهچاڻن،
پَچن پَو پول پو ڳيڙا.

## ( ٩ )

[ ڪدارا - تين تال ]

جن کي لڳو آهي، خبر انهن کي،
اهڙو نيڻن جو ناتو آ.

١- "فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ" تي،
سڄڻن پاڻ سُڃاتو آ.

٢- غيبئون غيب غيوب ۾ ويڙا،
ڇاڻ انهن سڀ ڇاتو آ.

٣- "صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ" تيڙا،
بره پوڙو، عشق پاتو آ.

٤- هوش "حسن بخش" تن جو ويڙو،
جن پيچ پرين سان پاتو آ.

## ( ١٠ )

[ جهجونٽي - تين تال ]

سِڪَندي سَڙي کي سال لنگهي ويا،
جوڳي زوراور ذات - آلا.

١- ڏينهن سَڄو مون ڏک ۾ گهاريو،
روئان آئيو اڌ رات - الا!

٢- روئندي روئندي رَين وهائي،
پوءِ پرهه ڦُٽي پرڀات - الا!

٣- ويا سنياسي ماري مُئي کي،
پرهه وَسائي برسات - الا!

٤- ماري مُون معذور کي،
مُحبن ڪيڙو مات - الا!

٥- شاهه گداگر گولا سُونهن،
پرهه، سُڻائي بات - الا!

٦- تَرڪ ڪرائي توشا تَڪيا،
طلب ڪرائي تات - الا!

٧- درد منجهاران دانهون ڪريان،
هَي هَي ڪيو هَيهات-الا!

٨- * هردم "حسن بخش" هوت پنهل ري،
بي وائي ناهي وات - الا!

---

* آلوديخان شيرائي واري نسخي ۾: "حسن بخش" هردم آهي هيئين ۾، وائي ويراڳين وات الا.

## ( ۱۱ )

[لوڙائو- تار داد را]

عمر! ياد آهين، مون کي اباڻا،
وساريان نه وسرن، ڏوتي ڏاڏاڻا،

۱- وٽن ڪين ماڙيون، هنڌ طول وهاڻا،
آصلئون اسان جا، واريءَ تي وچاڻا.

۲- پڪا ڪرڙ پٽن تي، سگر، ڪرنگهه، لاڻا،
ڪائن ڪاج ڪنيون، مڪئيون ماندڻا.

۳- ماڙيچا تہ مٺيءَ لاءِ، وتن ويڳاڻا،
سدا مارو ساريان تي، سانگي سياڻا.

۴- ”حسن بخش“ مارن جا سوين سور ساماڻا،
جيڙي جيڏين سان هيءَ گڏبي نہ چاڻا.

( ١٢ )

[ڪوهياري - ڏيڍو تار]

منهنجا او ٺيڙا اڏ رات يار،
ماري ويا مسڪين کي.

١- پُنهل وئي ويا پاڻ سان،
جت زوراور ذات.

٢- ويا ڇڏائي ڇپرين،
ڪُهي ويڙم ڪات.

٣- جان جاڳيان تان جانب ناهي،
پره ڦٽي پريات.

٤- هردم "حسن بخش" توڪري،
هاءِ هاءِ هيهات.

## ( ١٣ )

[تلنگ - تين تال]

منهنجا محب مٺا منٺار يار!
آءٌ اسان وٽ دوست، دلبر!

١- مُحب ماٺا ڇو ڪرين ٿو؟ دل ڏتاري نيئي ڏرين ٿو:
آءُ اڱڻ هڪ وار يار، تِين گوندر سڀ گُذر.

٢- باهه برهه جي آتش لائي، جيءُ جگر، جندجان جلائي،
تنهنجي موهيا حسن هزار يار! دانهه دلبر ڏيان ڏر.

٣- نين شڪيلا جڏهن ڏيکاريئي، راهه مسافر يار ماريئي،
ڏي دلاسو دلدار يار! هميشه آهيون مَجهه حشر.

٤- سيد تو ڪي مدائين ساري، درد غم ۾ تو گذاري،
"حسن بخش" هر وار يار! صاف صورت سَربسر.

## (١٤)

[روپ جهجهوٽي- تين تال]

ڪونہ اهڙو پيو ڏئم،
جهڙو عشق جو آزار يار.

١- نا طبيبن کو ڇڏايو، برهہ جو بيمار يار.
٢- شاهہ گداگر تو ڪري، گولا گنهگار يار.
٣- شاهہ، سيّد راوَ راجا، سڀ برهہ جا بردار.
٤- هردم "حسن بخش" عشق جو، آهي پانهو پهاريدار يار.
ڪونہ اهڙو پيو ڏئم...

( ١٥ )

[ روپ راڳ - تين تال ]

عشق جي چاڙهي چڙهي،
جُنگ جوڳي ويا جَبروت ۾.

١- نينهن جي نيزي نظاري، نانگا نيا ناسوت ۾،
بَيْتُ الاَقْصيٰ جا، اُنهن جي فَوق فِي فلڪوت ۾.

٢- معمور مان مخمور ٿيا، مذڪور تن ملڪوت ۾،
منصور مي مغفور مالڪ، لامڪان لاهوت ۾.

٣- رکي حب "حسن بخش" حيدري، هُو ويا هاهُوت ۾،
ڪري بيڪ رنگي پُوربي، خائف ٿيا خَلقُوت ۾.

## ( ١٦ )

[پيروي - تين تال]

جڏهن عين عجب تو چائين، لاڏ ڪيوني مواريان-
هڪ لاڏ ڪيو لڪ ڏاهين.

١- ڪئين منصور چڙهايو سُوليءِ،
ڪَئين تو ڪرت ڇهرائين،
"وَ نَحْنُ اَقْرَبْ" يار اصل کان،
ساراهيو تو سُٺائين.

٢- کول نقابا، مُنهن اکيون ني،
گهونگٽ گهنڊ تو پائين،
ڪئين تہ گهوٽ گهايو ڪامل،
قابل سَپ تو ڪَنبائين.

٣- "اَلاِنْسَانُ سِرِيْ وَ اَنَا سِرُّه"،
ڳجهہ اندر تو ڳالهائين،
مُنصف تي ميدان محبت،
ڪربل قتل ڪرائين.

٤- "اَلْعِشْقُ نَارُ اللهِ" اندر تي،
آڙهہ مچ مچائين،
"فَاذْ ڪُرُوْنِي اَذْ ڪُرْ ڪُمْ"،
"حسن بخش!" فائق ايئن فرمائين.

## (١٧)

[روپ ڪارابل - تين تال]

عشق اچڻ سان هڻيو ڪٽي نعرو،
باهه برهه جو وڃي ويو نقارو-
ڀڄي حرص ٿيو حيران.

١- عشق اچڻ سان ڪيا اوتارا،
خيال خوشيون سڀ ويا ويچارا-
ٿيو سُورن جو سامان.

٢- عشق اصل کان اهڙو آهي،
علم و عقل جي حاجت ناهي-
مُنجهي ويو مَروان.

٣- حضرت عشق جڏهن جيت آيو،
شُوم شيطان تڏهن سيڏايو-
نفس ٿيو نادان.

٤- "حسن بخش" جن کي عشق الاهي،
وسري تن کان ٻي سڀ وائي-
* تن ڌهرو ملندو دان.

---

* اڳيان

( ١٨ )

[ڪوهياري - ڪلواڙو]

وري شال آچن الا،
ٻاروچل ٻنيور ۾.

١- آيل! آڙهه عشق جا، هينئڙي مَچ مَچن.
٢- جيرا، ڦڦڙ، ٻڪيون، ٻنَهل لاءِ پَچن.
٣- هاڙهي جن جو هوت ويو، سي وَرَ ري ڪيئن وِهن؟
٤- عاشق انهي آگ تي، تا پتنگ جيئن پَچن.
٥- جن کي مرض مجاز جو، سي ٻنڌهه ڪين بَچن.
٦- ملند و هوت "حَسن بخش" چئي، سبب ساڻ سَچن.

## ( ١٩ )

[ ڪوهياري - ڪلواڙو ]

دم دم درد وارن ڪي،
دلداريون تہ ڏجن.

١- عشق آ جن جي اندر ۾، سي آڙاهہ منجهہ آڌن.
٢- فراق جن ڪي فنا ڪيو، سي پيو ڪين ٻجهن.
٣- برهہ جيڪي بيمار ڪيا، سي پيرپَٽري پُڇجن.
٤- سُڌ تنين ڪي سُورَ جي، جن جا هَيِ هَيِ هوت وڃن.
٥- ”حسن بخش“ هوتن جا، تا پلپل پُور پون.

## (٢٠)

[ڪلياڻ - تين تال]

جوبن جنسار جانب جو،
تُفنگ تلوار، ٿـَهه ٿـَهه ٿـَهه!

١- ڪُنڍاڪاڪل، ٿفس ٿهري، خمر و خمدار، صف سحري،
زوراور زلف زور زهري، حسن هڪار، ٻـَهه ٻـَهه ٻـَهه!

٢- منوّر پاڪ پيشاني، ۽ ابرو قوس ڪرماني،
بـ ترڪش تير مژگاني، چشم چمڪار، چهه چهه چهه!

٣- مُنهن مـَهتاب مـَهنداري، عـَجب آ انف آسراري،
دندان لب لعل مرواري، گوهر گفتار تـَهه تـَهه تـَهه!

٤- "حسن بخش" هوت ڪي هيڪر، ڏسي جيڪو، جلي جيڪر،
شاهي شرطاً نذر ڏيڪر، ٻـَوَن پاشاه ٻـَهه ٻـَهه ٻـَهه!

## (٢١)

[پيروي – ڏيڍو تار]

قاصدا! نام خدا، چئو يار بيپرواهه کي،
هيءَ سڪايل تي سڪي، جنهن جي سو گهو ڪيئي ساهه کي.

١- رات ڏينهن آرام ناهي، اڪنبڊ آ ارواح کي،
نالهءِ فرياد و فغان، منهنجي آهه بالا آهه کي.

٢- ياد ڪيو يوم الوصالي، رويو ڏسان تنهن راهه کي،
معاف ڪر منهنجا مٺا، هن گوليءَ جي ته گناهه کي.

٣- ڪيئن ڪيان، ڪاڏي وڃان؟ هن عشق جي آڙاهه کي –
بحر قلزم نا وسائي، بِرهه جي هين باهه کي.

٤- هئي "حسن بخش" ناوساري، دلبر دلخواهه کي،
آڄ اڱڻ منهنجي مٺا، آچي واهه تي بيواهه کي.

( ٢٢ )

[روپ جوڳ - چنچل تار]

وڇوڙي جا ڏينهن ٿل وڏڙا،
هجان هوتن سان هيڪاندي!

١- خدا منهنجو يار آڻيندو،
مزا هيءَ مَنُ ماڻيندو،
اچي دشمن ساڙيندو،
ڏئي مون ڏينهن جي ٽيڙا -
ناهيان هل ورهه ڪان واندي!

٢- جدائي جن سندي ماري،
ڏاتر سي شال ڏيکاري،
ڪٺل دل روز ڪوڪاري،
نهوڙي نينهن جي ليڙا -
آهن سي برهه جا باندي!

٣- ويندي سمان ڪيچ ڏي ڪاهي،
لاڳاپا لوڪ جا لاهي،
پوري در گهر سيئي ڏاهي،
جنين مون سان قول ها ڪيڙا -
پُڄايان تن سندا پانڌي!

٤- قبر منهنجي ڪيچ ۾ ٿيندي،
آديون آءُ اوڏهين ويندي،
ميٺي تن مور نا ڪيندي،
"حسن بخش" سام جي پيڙا-
ٿئي نصيب پيراندي!

## ( ٢٣ )

[ڪوهياري - ڪلواڙو]

پنهنجي خان پنهل لاءِ،
آهيان ڪُورن منجهه ڪاٽي !

١- برهه بندي تہ بلوچ جي، ڪيتس بيحد بندياڻي.
٢- لڳم آڙهه عشق جو، هيءَ آگ نہ اُجهاڻي.
٣- خبر نہ پيم خريب جي، آءٌ آهيان آتڃاڻي.
٤- رَسيج مُئيءَ کي رُجَ ۾، پُنهون پاڻ سُڃاڻي.
٥- پُنهل ڏسجان پاڻ ڏي، آءٌ آهيان عينن هاڻي.
٦- چڏج ڪيمَ چِپَرَ ۾، آءٌ ڪريان ڪيئن هاڻي؟
٧- هيڪلڙيءَ کي حَبَ ۾، آچي سيد، تج ساڻي!
٨- ايندو هوت "حسن بخش" چئي، منهنجو آديُون آرياڻي.

( ٢٤ )

[آسا - تين تال]

مُنهنجا ڪيچي وِيَڙا ڪيچ ڏي،
هيتان لنگهيا ڪي ڪالهه ڙي؟

١- سُتي سارَ، نه مُنيءَ ڪي ٽِيَڙي،
ڪَلَ ڪيچين جي ڪانه ڪا پِيَڙي؛
ڳالهه سُورن جي ڪريان ڪهڙي،
وَرُ وئي ويا ويل وڏي -
جَرُ وَهايم جالَ ڙي!

٢- پينر، باهه پنيور ڪي لايان،
ڪيچ ڪشالا بهتر پانيان؛
واٽ وندر جي واري وسايان،
ڏَس ڏيرن جو، ڪا مُون ڏي -
ڪري پَلايون پالَ ڙي!

٣- هَرهَر هوتن لهءِ حيراني،
هت پانيان ٿي سَپ ويراني؛
دوست مٿاهون دل قرباني،
چُوري وِيَڙا چَپر چڏي -
تَن لهءِ ٿيس بيحال ڙي!

٤- بيهوش پليد ڪي پرور پليو،
وڙ ولهيءَ ڪي وات تي ميليو،
ڪارڻون، ڪير ڪنڌ تي ڪيليو،
ڏنا "حسن بخش" سيد سڏي-
دين ايمان جا مالَ ڙي!

## ( ٢٥ )

[سُر آسا ۽ مانجهه - تين تال]

ڪاپڙي ويئڙا ڪانَ هٽي،
چوري هينئڙي چاڪ ڙي،
وِيا غَمُ ڏِئي غمناڪ ڙي!

١- دونهان درد جا روز دُکائن،
زَهر پيالا پَلٽيو پائن،
نانگا نشي مخمور کيا هن،
آنگ پَپُوتي بيک بٽي،
ڦَٽِيا ڦَٽَ فراق ڙي!

٢- ڪَنڌا، ڪُولابا، ڪَمريون پَڌائون،
چوتا چاڙهي ڪيستيون ڪنيائون،
بَٽچيون، بيراڳٽيون هَٿ ۾ ڪيائون،
رَکيئون رُوح ۾ ڏُرِ ڏِٺي،
پُورب پيڙَن هاڪَ ڙي!

٣- لال لنگوٽيا لُنگ ڪڍن تا،
جوڳي، جَبروتي پَنڌُ پُڄن تا،
جيرا تن جا جوش جلن تا،
ڪُرَ ڏِنيئَن ڪا ڪهُور ڪٺي،
ڪامي تيئَڙا خاڪَ ڙي!

٤- هَليا هَيرا ڪئين سامي ساڙي،
ساهه سيّد جي، سُولي؏ چاڙهي،
تن لئي "حسن بخش" ڳوڙها ڳاڙي،
ويا ويچاري؏ ونگَ وٽيي،
چائي هڪ رَب ڀاڪ ڙي!

## ( ٢٦ )

[سُر آسا ۽ مانجهه - تين تال]

لاهوتي ويا دلڙي لُٽي،
ڪنهن کي سُڻايان حالُ ڙي؟

١- ڳانا ڳچيءَ ۾ ڪٺا پائن،
نانگا نفيلون ويٺا وڄائن،
ڪاٺيو پنهنجا ڪنڌ ڪپائن،
گهاوَن وڏا گهوٽ گُهٽي-
ڏاڍي خوب خيال ڙي!

٢- بابو هليا، بَر چتائي،
رام پنهنجي سان رمز رلائي،
تاج توڪّل جو سر پائي،
وڏا سناسي سُور سٽي-
سُور نه موهيا مال ڙي!

٣- ڪَل ڪَلائي، ويا ڪنهن ولايت،
حاصل ٿيڙن حق هدايت،
ڪري مُون سان عين عنايت،
ڪاهڙي دل جا درد ڪٽي-
ڪندا هيراڳي ڀال ڙي!

۴- شامل شريعت شير شڪر ۾،
طالب طريقت، فهم فڪر ۾،
حال حقيقت ذوق ذڪر ۾،
لاڳاپا سڀ لوڪ لٿي-
سيڪان "حسن بخش" سال ڙي!

## ( ٢٧ )

[آسا - تين تال]

سامين ري منهنجي ڪين سَري،
ويهي وهايم رات ڙي!
آتم طلب آنهن جي تات ڙي!

١- جُوءِ ڇڏي ويا جوڳي جيئي،
الله آئيندو ساڳيا سيئي،
حال ڪنديس آءٌ تن سان ويهي،
ماري ويڙم مات ڪري،
برهه وَسائي برسات ڙي!

٢- ڪابل ڏي ويا ڪاپڙي ڪاهي،
آج اندر ۾ تن کي آهي،
لوڪ لباس آنهن جو چاهي،
مُنهن مُونن تي وِهَن ذري،
ذاتي لَذائون ذات ڙي!

٣- رُوحيءَ سان جڏهن رُوح رَتائون،
خُوب خفيءَ سان خيال کُٽائون،
سِرّيءَ ۾ سر صحيح سُڃاتائون،
دوزخ تن کان ڏُور ڏري،
ڏاتر ڏِنين ڏات ڙي!

٤- هاڻ "حسن بخش" اِيندم اوراهان،
ڀُورب ويڙم جي تہ پراهان،
ڪاڻ آنهن جي ڪنديس ڪاهان،
ماندي هيءَ جن لاءِ مَري،
مُٺان سنڌين شل لات ڙي!

## ( ٣٨ )

[آسا ـ تين تال]

لئي سنياسين ساهه سڙيو، ٿيم اندر ۾ ارمان ڙي ـ
ڏسي سامين جا سامان ڙي!

١ ـ ڳالهه نه چون حال جي،
پنهنجي خوف خيال جي،
مور نه تن کي مال جي،
ڪفر ڪڍن تا ترت تڙيو ـ
مڃي فائق جا فرمان ڙي!

٢ ـ ڪاهي آيا منجهه ڪثرت،
وٺي وادي سندي وحدت،
ڏٺئون قادر سندي قدرت،
اندر آديسين الف اڙيو ـ
ڪُسي ٿيا قربان ڙي!

٣ ـ الف احمد جو لاٿئون اولو،
روح پنهنجي مان ڪڍيئون رولو،
پکو آديسين ميم جو پولو،
پون شيطان سان لال لڙيو ـ
ماريو تن مروان ڙي!

٤ ـ طلب، توڪّل، تن جو توشو،
"حسن بخش" مايا کان ڪن موشو،
گلا غيبت کان ڪن تا گوشو،
پنو صبر جو تنين پڙهيو ـ
ٿيا حيرت ۾ حيران ڙي!

## (٢٩)

[روپ ڪلياڻ - تين تال]

جنين جي جان ۾ آيو،
آ حضرت عشق اِثباتي.

١- ڇڏيائون نفس ڪي نائي،
ڪاتي ما "لا" سندي لائي،
خفي سان خيال ني ڀائي،
آتن رُوحي سَندو رايو،
وڃي ٿيا ذات ۾ ذاتي.

٢- آڏوتي آلڪ سان اورن،
ڪُلهن ڪان ڪنڌ ٿا ڪورن،
ويٺا پنهنجي ڏيل ۾ ڏورن،
مَٿو مُونن مٿي ڀايو،
رکن رند رمز ڏيهان راتي.

٣- نَفِي ثابت آ جن ڪيڙو،
صُغري سير تن ٿيڙو،
پَرو ڪُبري آنهن پيڙو،
"مُوتُوا قَبْلَ ال" جي چايو،
نہ ٿيا سي مرد مماتي.

٤- جڏهن هي چاڻ چاتائون،
پَلو سَپ بره ڀاتائون،

آلڪ سان پيچ پاتائون،
تنين کي گهور هڪ گهايو،
چني تو چوه مان چاتي.

٥- ”سڙيءَ“ ۾ سڄاتائون،
”حسن بخش“ چاڻ چاتائون،
آتي وچي نينهن لاتائون،
جيتان وري ڪونه ڪو آيو،
وڏئون ”وجه حق“ ۾ جهاتي.

2570

## ( ٣٠ )

[ روپ ڀيروي - تين تال ]

هِن محبت جي مذڪورن جي،
کهڙي ڪريان ڳالهه سُورن جي!

١- بِره بَندي مون کي ڪيو آ بيراني،
دِلڙي کسي ويو دلبر جاني،
پَهه ته پِرين جي پُورن جي!

٢- درد منجهاران ڪريان دانهون،
آچن آندر مان عشق جون آهون،
گهاءُ چشم جي گهُورن جي!

٣- عشق آندر ۾ آگ مچائي،
جوت جانب جي جان جلائي،
ڪاٿل آهيان ڪُورن جي!

٤- هوت "حسن بخش" نُور نوراني،
آهي پرين جي پاڪ پيشاني،
ڏِسي سُرت وئي سَڀِ حُورن جي!

( ٣١ )

[ڪلياڻ - تين تال]

منهنجو منٺار، ڏسي سردار،
سڪنهن چيو ته، هَي، هَي، هَي!

١- قمر ۽ شمس شرمانا،
ملائڪ، جن اِنسانا،
حُورون ۽ پريون حيرانا،
سڪن سهڻي يار لَي، لَي، لَي!

٢- شفيع تون شاه شاهاني،
پيا سڀ شاه قرباني،
ساري هند سنڌ درباني،
چيو راوَن ته رَئي، رَئي، رَئي!

٣- جيڪي ڪافر مدعي منڪر،
گرا، گبّر، خچر، خَنْزَر،
ڏسي ڏورئون پيو تن ڏر،
پيگا بي ايمان يَي، يَي، يَي!

٤- "حسن بخش" يا حبيب الله،
هيڻن حامي رسول الله،
پڙهن ڪلمو جي "اِلا الله"،
ڪندو تن شاه، شَي، شَي، شَي!

# (١) نعت

[ پيروي ـ ڪلواڙو ]

مير مٺا سائين عربي ڄام،
تنهنجو ثاني ڀيو ڪونه ٿي ڄاڻان.

١- "رَبِّ هَبْ لِيْ اُمَّتِيْ" پڙهوسون،
شاهه شفيع جو شوق وڏيوسون،
دِل تہ جهلي اِن دام،
لائق، تو دَرِ تي ليلايان.

٢- مرسل، مٺيءَ جي ڪج ڪا قسمت،
مير مَڪّي جا، هاشمي حضرت:
وَرِنَهہ ويڙ وَريامَ،
عرب اَچڻ لَئي واليءَ واجهايان.

٣- مٺيءَ ڪي مديني احمد آئي،
پاڪ حرم جو پَرِيان پاڻي،
خاص پين سَڀِ عام،
سيّد، تو در سَڳ سڏايان.

٤- جاء اسان جي جنّت البقيا،
آهي اسان جا تهدل تڪيا،
"حسن بخش" سيّد سام،
پارس پاند، ڳچيءَ ڳل پايان.

# (٢) نعت

[ روپ ڪلياڻ ـ تين تال ]

اسان جي شاهه جو ثاني،
نه ڪو ڇمندو، نه ڪو ڇايو.

١ـ شهنشاه شاه شريعت جو، توڪّل ۽ طريقت جو،
هميشه حال حقيقت جو، معرفت مَرد مَرڪايو.

٢ـ سيّد آهي سخاوت جو، دولهه درياءَ رحمت جو،
قطب ڪامل آ وحدت جو، سو مُرسل مير سامايو.

٣ـ هادي مرشد هدايت جو، والي، وَرِتهه ولايت جو،
آبر باران عنايت جو، سيّد آڇي دين سمجهايو.

٤ـ "حسن بخش" مرد موچارو، آهي ڪُل پير پاڳارو،
قادر آ قرب ڪرارو، آليف جنهن لام سان لايو.

## (٣) نعت

[ڪلياڻ - تين تال]

گنهگارن گُناهين ڪي،
آوهان جو آسرو آهي.

١- پيغمبر پير تون پارس،
آڄهو آهين وَنهيون وارث،
ڏِهاڙي ڏينم ڏاتر ڏس،
ڏٺي توريءَ پيو ناهي!

٢- مِٺا مُرسل، تون سڻ آهون،
منجهان دل درد جون دانهون،
ٻُڌن ڏي ٻاجهه جون ٻانهون،
ٻاهر ڪيجان سکهو ساهي.

٣- مُرسل مير مهرباني،
پَسان اوهان جو جسم جاني،
پَسايو پاڪ پيشاني،
وَهم دل جا وجو لاهي.

٤- "حسن بخش" آهي بس بيڪس،
رسول الله، رهبر، رَس،
قلب منهنجي جي لاهيو ڪَس،
چِٺائڻ تو اڳيان چاهي.

# (٤) منقبت امام حسن حسين

[ڪونسيو، تار ڏيڊو]

سادات سونهارا يارا،
فرزند حيدر پير جا.

١- سڀ يلي ڇاوا ڀلارا، مولي ٿئي مقبول ڪيا،
جنّتي جايون جڙيون، جهوتن هندورا هير جا!

٢- عَرب ۾ آگهي آيا، آل احمد ڄام جا،
درد ۽ ڏُک سڀ ويا، سارا سُورويا ته سرير جا!

٣- ڪُفر ڪافر ويا سڀئي، بَرڪتسان پنجتن پاڪجي،
دين مذهب خير ٿيا، سڀ غم ويا غم گير جا!

٤- حشر ۾ منهنجي سفارش، مير مرسل کي ڪجو،
هتين "حسن بخش" کي پياريو، شڪر پيالا شير جا!

# (٥) مرثيو امام حسين

[روپ تلنگ - تين تال]

آيُم اکين مان آب وي، ميان!
ڳالهه ٻُڌم، جڏهن ڪربلا واري!

١- شاهه نبيؑ کي شهيد ڪيائون،
ڪري ته ڪَچن ۾ ڪتاب وي، ميان!
هُئا ته قُران جا حافظ قاري!

٢- ڪلمي گو فاسق ته ڦِري ويا،
ڪونه ڪيائون حجاب وي، ميان!
حُبؓ هُنن حَسنين جي هاري!

٣- ڪربل جي ميدان ۾ آيا،
بيڏوها بيحساب وي، ميان!
فوج مسافر مير جي ماري!

٤- "حسن بخش" چئي، حسن حسين جي،
سُڻي شهادت شتاب وي، ميان،
نيرُ نيڻن مان ڦيرَڙُم جاري!

# (٦) منقبت امام مهدي

[ پيروي - ڪلواڙو ]

آءُ سِڪُهو تون سيّد امام،
رويو تولاءِ هنجون ويٺي هاريان!

١- وَرَ، ولهيءَ کي ڪيم وسارج،
قول ڪيل تون پنهنجا پارج،
جيڪي ڪيئِہ تہ انجام-
سيّد، توکي سدائين ٿي ساريان!

٢- سيّد! سڪندي سال لنگهي ويا،
درد وڇوڙي جا ورهہ ونڪي ويا،
ٿيا تيرهن سن تمام-
قُربئون تولَـي ڪانگ اُڏايان!

٣- دين وڏائج، ڪُفر ڪنبائج،
مُوذي مُنڪر ماري مَنائج،
آڇن منجهہ اسلام-
روز اوهان جي راهہ نهاريان!

٤- ايندو "حسن بخش" مهدي مالڪ،
رحم ڪندو، رب راحم رازق،
سڙي ويندا خر خام-
گوهر تولَـي گهنگهر ٿي گهاريان!

# (٧) مرثيو، پير پاڳارو شاه حزب الله شاه

[پيروي – چٺنچل تار]

شاه حزب الله جو ساري ملڪ ۾ ماتام ٿيو.

١- مَي محبّت جو پيالو، ڪوثر پُر جام ٿيو،
سان پيئڻ تنهن جام جي، اثبات هي الزام ٿيو.

٢- سيّدِ عالي مڪان، سو شه شهيد امام ٿيو،
عرش ڪُرسي زلزلو، آرض و سما ۾ قيام ٿيو.

٣- ماڏهن جِنن، حُورن پرين کي زهر تُرتئون طعام ٿيو،
سيّد سندي سِڪ سوز ۾، سيني سُمهڻ حرام ٿيو.

٤- "واحسرتا وا" ڪيو جيئن ڪربلا ۾ قتلام ٿيو،
تيئن ڏک پاڳاري پير جو، اچي سوزمَن ۾ مدام ٿيو!

٥- تن تي لعنت ربّ جي، جن خَرن ڪان خُلاّ ۾ ٿيو،
شاه شهادت کي رسي، وڃي چامن سند و چام ٿيو.

٦- هاڻ "حسن بخش" درد دلبر جو ته صبح و شام ٿيو،
درجو شاه حسين جو آن عاشق کي ته انعام ٿيو.

## محبت ۽ مجاز

دل جي درد فراق جي، ڪهڙي ڳالهه ڪريون،
پُوري ٿئي نه لکڻ سان، قلم ٿا به ڏريون،
لکيون لوح قلم جون، ڳالهيون سڀ پَريون،
"حسن بخش" وريون، قصا ڪرين تو ڪهڙا.

قصا ڪرين تو ڪهڙا، مات ڪرڻ گهرجي،
وهڻ مون کي وهه ٿيو، پاس پرينءَ پُرجي،
ڪاغذ ڪميٽيءَ جو، پَهتو وچي ڏُر جي،
پرين مَن پُرجهي، حال ته "حسن بخش" جو!

حال ته "حسن بخش" جو، هيٺو هاءِ ٿيو،
ساري سُپرين ڪي، پچڻ پَهه پيو،
ڦوڙائي فراق جي، نهوڙي نيو،
اندر آڙهه عشق جا، آتن آدميو،
اچي هادي هٿ ڏيو، هاڻ ته "حسن بخش" تي.

هاڻ ته "حسن بخش" تي، ڪا ڀهڳڻ ڪريو ڀاڄهه،
وڏا وڏم واڄهه، ملڻ لاءِ تو محب جي!

ملڻ لاءِ تو مُحب جي، فالون وجهان فال،
ساريو توکي سپرين، جر وهايان جال،

جُدا جانبن ڪان، جيئڻ آهي جنجال،
سِر پڻ توتان صدقي، هي مَڏيون ڇا مال،
راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجي مُحب مقال،
سُڻي سائل جا سوال، ٿي حامي "حسن بخش" سان.

ڏورين ڇو ٿو ڏور، هو ورنهه اٿئي ويجهڙو،
سڄڻ ساهه پساهه ۾، دلبر ناهي دور،
ووڙي ڏس وجود ۾، نرمل سندو نور،
"حسن بخش" حضور، مري جيءَ تہ ماڻئين.

صورت سپرين جي، جهڙو چوڏهينءَ چنڊ،
محبت سندو مَنڊ، هنيو هوت "حسن بخش" ڇئي.

هَنيا هوت "حسن بخش" ڇئي، ڪشي قهري ڪان،
مليا محبوبن وٽان، سُورن جا سامان،
نيڻين نير وَهائيان، ساريو سُونهن سندان،
موتي مِلن مانَ، هَي هَي، هوت "حسن بخش" ڇئي!

عاشق آجل سامهون، اچن آڏاٽا،
هڪڙيون لُوپون لوڪ جون، ٻيا مُحبن جا ماٽا،
جهجها قَتَ فراق جا، ڳِڙتيون ڳاراٽا،
وحدت جي وهنوار ۾، هو وتن وڪاٽا،
پُورن آهن پاليا، سُورين ساماٽا،
ڪورن ۾ ڪاٽا، هَي هَي، "حسن بخش" ڇئي!

## سر سسئي

اديون، سُون سان ڏوهه ٿيو، ڦُرجي آءُ ويئياس،
کـهـنـبـي رَتا ڪپڙا، ڦـاڙي ليـر ڪـنـديـاس،
هيءَ وهي سُهاڳ جي، آءُ ڪنهن سان ماڻينديَاس،
هاڻي هيڪاندي ٿينديَاس، هوتن سان "حسن بخش" چئي!

جبل جـهـاڳـي جـيـڏيـون، ونـدر آءُ وينديَاس،
درد پنهنجي دل جا، وڃي دلبر کي چينديَاس،
نيائون هوت حڪم سان، ڏوهه نه ڪنهن ڏينديَاس،
وٺـي راهه رڙيـون ڪري، پـيـريـن پُـريـنديَاس،
هاڻ هيڪاندي ٿينديَاس، هوتن سان "حسن بخش" چئي.

هوتن سان "حسن بخش" چئي، ٿيان هيڪاندي هاڻي،
ڏسان ڪوهيارل ڪيچ ڏٺي، مُلڪ مڙيئي ماڻي،
سُـک نـاهي سيّد چـئـي، خـاونـد ٿـو چاڻي،
هاڻي نه چاڻي، ڪيئن ڏسنديس هوت "حسن بخش" چئي!

ڪيئن ڏسنديس هوت "حسن بخش" چئي، ڪامل ڪيچ ڏٺي،
"وتعز من تشاءُ و تذل من تشاءُ" جيڪا واحد کي وڻي،
قدمن تان قربان ٿيان، آهيان پيرن جـي پٺي،
جيجان جـوش جتن جي، ڪيو انـد ۽ آڌ هٺي،
آهي گوليءَ کي گهٽي، حُب هوتن جي "حسن بخش" چئي.

حُبَ هوتن جي "حسن بخش" چئي، اٿم اوسات ۾ اَڄ،
هاڃو ٿيو هيٺيءَ سان، مَن ساڙي ڪيائون مُڇ،
سڄڻ ڏاران سيّد چئي، سيئي پانيان سُڄ،
اهي عاشقن اَهڄ، هوتن بنا "حسن بخش" چئي.

هوتن بنا "حسن بخش" چئي، هاڻ وڃايم حال،
ساجن ڏاران سرتيون، مُور نه گهرجي مال،
آٿ ئي پهر آريءَ جو اٿم، زوران زور خيال،
پُنهل پاجهان پريشان ٿي، ساعت پانيان سال،
پي نه اَڇهي ڳالهه، هوتن ري "حسن بخش" چئي.

هوتن ري "حسن بخش" چئي، تو اندر مون آٽي،
بَندي برهه بلوچ جي، قلب وڏو ڪاٽي،
آريءَ جي عشق ۾ وڏس، ورهه وِهاٽي،
دانهون ڪيو درد سان، ڦقڙ تو ڦاٽي،
ڏکيءَ ڪي ڏونگر ۾، وڏو آڄ اَچاٽي،
هوءَ جا وِڏي آس اوساٽي، تنهن ڪي رسج هوت
"حسن بخش" چئي.

تنهن ڪي رسج هوت "حسن بخش" چئي، جا ڪستان
ڪري ڪاهون،
هاٽي وندر وچ ۾، ڏئي ويچاريءَ واهون،
دلبر جي درد جون، ڪنهن کي ڏيان دانهون،
اچج اوراهون، نه تہ مران ٿي هوت! "حسن بخش" چئي.

نہ تہ مران ٿي هوت! ”حسن بخش“ چئي، پُنهون!
مُئيءَ جا خان،
جانب، منهنجي جُدائيءَ جا، مون کي ڦهري ڪانَ،
زورئون زور وٺي ويا، ڏيئي سورن جا سامان،
ڪٺنديس پير پنهونءَ جو، سرتيون وڃائي شان،
وري ملن مانَ، ساڃيا هوت ”حسن بخش“ چئي.

ساڃيا هوت ”حسن بخش“ چئي، جيئري شال ڏسان،
جيءَ جنين لاءِ جوڳي ٿيو، وڃي پرين سي تہ پَسان،
ڇڏ يائون نماڻي ننڊ ۾، ويا مون نہ وَسان،
آيم بوءِ بهار جي، ڳوٺرن جي گسان،
پوءِ جانب چوندم جَسان، حَب ۾ هوت ”حسن بخش“ چئي.

حَب ۾ هوت ”حسن بخش“ چئي، ڏسان شال وري،
نہ تہ عشق جي اندوهہ ۾، ويندس ماءُ مري،
هنيون هوت هٽي ويا، تڏهن چاڪن ڪيَس چَري،
سيڻن سوا سُک جي، ساعت ڪين سَري،
اها اٿم ڳالهہ ڳري، ٻاجهون هوت، ”حسن بخش“ چوي.

ٻاجهون هوت ”حسن بخش“ چوي، اچي نہ آرام،
ٻانيڻ کي ٻروچ ري، ڪاري آهہ قيام،
وٺي وَرُ ولايت ويا، ڳوٺرا پيري ڳام،
جيڪو سور سڄڻ جو، سو آچيان ڪٿي عام،
وارو ڪج وريام، هردم هوت ”حسن بخش“ چئي.

هر دم "حسن بخش" چئي، سپرين ساڻ هيام،
تڏهن ڪيلي گهڻي خوشيءَ سان، پلنگين گيلم وڏام،
ڪيس وڇائي چاهه مان، سيج بند ٻڌام،
ڪُل پڙڪانہ پيام، تہ ڪو نيندا هوت، "حسن بخش" چئي.

نيندا هوت "حسن بخش" چئي، ٻاروچل ٻڌي،
جي خبر پوي ها ڪوٺ جي، تہ ڪا اٿن من مَندي،
هوندقا بوڪرهي ڪي ڪيان، جوڙي جوپ(١) ٻَڌي،
ڊوڙي پُوريم در ڪي، وجهي وڪ وَڏي،
آءٌ بيشڪ برهہ بندي، منهنجو نياڻون هوت "حسن بخش" چئي.

نياڻون هوت "حسن بخش" چئي، چائت ڪري چوري،
گڏي ويا گوندرين، سا برهمڻ پوري،
رمي تي رندن (٢) تي، اها چپر ۾ چوري،
لڳائي لوري (٣)، نياڻون هوت "حسن بخش" چئي.

نياڻون هوت "حسن بخش" چئي، مون ڪي ويا ماري،
ڏُکي ڏير ڪري ويا، گهنگهر ٿي گهاري،
ٻي ننگا بلوچ ها، جي ويَڙا وساري،
پينر! برهہ بلوچ جو، ٿو ڳاراٽو ڳاري،
اندر آڙهہ عشق جا، وڏا ٻاروچل ٻاري،
ڏاتر ڏيکاري، مون ڪي ساڳيو هوت، "حسن بخش" چئي.

١- الودي خان وارو نسخو: جوڙي جيان ٻڌي.
٢- الودي خان وارو نسخو: رسي ٿي راهن تي.
٣- الودي خان وارو نسخو: پنهنجي ڪري پوري.

ساڳيو هوت "حسن بخش" چئي، ڏاتر! مون ڏيکار،
ڏوري جنهن ڏسڻ لاءِ، ٿي برهمڻ بيقرار،
ماري حُب هوت جي، ٻَرن ۾ بسيار،
پاهڻ ۾ پٿون ٿي، جت ڏسان جيڪار،
هلي پهچ هيڪار، هوتن کي "حسن بخش" چئي.

چوان هوتن کي "حسن بخش" چئي، ساري سُڌ سَچي،
سُپيرين جي سِڪ ۾، ويس پتنگ جيئن پَچي،
ويا ڏير ڏکيءَ جا، ڪريو ڪيچ ڪچي،
بس رهيو ساهه بچي، هوتن لاءِ "حسن بخش" چئي.

هوتن لاءِ "حسن بخش" چئي، چريو چِت ٿيوم،
جاڳي جهاڳي حَب ۾، وڏو وَس ڪيوم،
رائي پير رَت ڪيا، حُسن حال ويوم،
ڏوريندي ڏونگر ۾، پَرو ڪونه پيوم،
جڏهن هٿان هوت ويوم، تڏهن هنجون هاريان
"حسن بخش" چئي.

هنئين ۾ هوتن لاءِ، گوندر ڪَيَڙا گَسَ،
آئي آگ عشق جي، ٻَڌ هُل هَنبسَ،
ههڙو حال حيران ٿيو، ويا سيئي وَسَ،
پُڇي ڏهاڙي ڏَسَ، هوتن جا، "حسن بخش" چئي.

سسئي چڏي سُڪَ، هلي هوت پنهونءَ ڏي،
ميليا معذوريءَ کي، ڏاج، ڏونگرءَ ڏُکَ،

پياسي پنهون لاءِ، باسي هلي بُڪَ،
نڪا سيڪاڻي سيءَ ٿي، نَڪا لڳيس لُڪَ،
آيائي آهُڪَ، لکيا لوح قلم جا.

سسئي ڪٽي سُور، هلي هوت پُنهونءَ ڏي،
بنديائي بلوچ لَي پَئي پَچائي پُور،
ماري محبوبن جي، مُونجهاري معذور،
چاڪن ڪيَڙي چُور، هَي هَي! "حسن بخش" چئي.

سَسئي سُور ڪٽي، هلي هوت پنهونءَ ڏي،
ڏاڍايون ڏير ڪري، ويا هوت هٽي،
ووڙيندي وڪار ڪي، پُرزا ٿي پَٽي،
لکين جيت جبل ۾، هيءَ تان هڪ جٽي،
سندي گهوٽ گهٽي، هُيس حُب "حسن بخش" چئي.

# سر مارئي

قسمت قيد ڪياس، نه ته ڪير اچي هن ڪوٽ ۾،
لکئي لوح قلم جي، بندي آءٌ بند ياس،
رحم ڪندو رحمان ڏٿي، شل ڏوٿين کي ڏسند ياس،
درد پنهنجي دل جا، قريبن ساڻ ڪند ياس،
وڃي مارُن کي ملند ياس، هيڪر ”حسن بخش“ چئي.

هيڪر ”حسن بخش“ چئي، شل مارن کي ميلان،
رويو رت اکين مان، ٿي جهانگين ڪاڻ جلان،
جيڪي سُورسانگين جا، سي ڪنهن سان ڪين سلان،
ويڙهيچن ڏي ولان، هيڪر ”حسن بخش“ چئي.

هيڪر ”حسن بخش“ چئي، ڏوٿي شال ڏسان،
جن جي فڪر فراق ۾، ويس آءٌ وسان،
موٽي ماڙيچن سان، هادي شال هسان،
سي پنوهاريون پسان، هيڪر ”حسن بخش“ چئي.

هيڪر ”حسن بخش“ چئي، ڏوٿي ڏسان شال،
ماروئڙا ملير ۾، سرڪيو چارين مال،
هنيون هت حيران آ، جُسو منجهه جنجال،
ساري سانگيڙن کي، هيٺا ٿيڙم حال،
جيڏيون جهانگيڙن لاءِ، جر وهايم جال،

سڪندي سنگهارن لءِ، سيّد چئي، ٽيا سال،
هاٺي ٻـلا ڪر ڀال، ته ملان ماروئڙن ڪـي.

مـِلان مـاروئـڙن ڪـي، قيد قفس ڪـاٽـي،
اديـون ابـاڻـن لاءِ، انـدر ٽــو آٽــي،
عمر آنـدي اوچـتـي، جهنگ منجهان جهـاٽـي،
جا سـُور وِڌي ساٽي، سا موٽي شال ملير ڏي.

موٽي شال ملير ڏي، هـيءَ بند ياٽـي بيواهه،
ڇـيڙ چوڙ يلين سان، وڃي ڇـُوپيان منجهان چاهه،
ٽـڌي واري ٽـَر جـي، سيباٽـي ڪـي سـاهه،
وُٽـا مينهن ملير تـي، گـَسين قُـٽـا گـاهه،
عـمـر! لـڳ الله، مـوٽـائـج مـلـيـر ڏي!

## سر ڌنا سري

درد هن دلگير جا، ڪر دفع دستگير!
ٻاجهه ڪر ٻانهيءَ تي، محي الدين مير!
جيلاني جهانگير! تي حامي "حسن بخش" سان.

حامي "حسن بخش" سان، تي جيلاني جوان!
توتي آهن توڙ ڪان، آگي جا احسان،
اسان اٻوجهن جي، تو ريءَ ڪنڌي ڪان،
ميٺ مدايون مون سنديون، مرشد مهربان!
ڏُهرا ڏِئين دان، داتا! دران پانهنجي.

داتا دران پانهنجي، ڏُهرا دان ڏيار،
پُرڪش تون پيار، هٿين "حسن بخش" کي.

دليون دستگير کي، ڇڻو سوالي ڪري سڏ،
گوهر ٿيندس گڏ، هڪل ۾ "حسن بخش" چئي.

ميران! مدد تيءَ، مُشڪل ۾ مُريد جي،
حال پَسي هيءَ، تي حامي "حسن بخش" سان.

ميران! مدد ڪر، مُشڪل ۾ مريد جي،
عاجز اٻر آهيان، آءٌ نماڻي نڌر،
ڪَتل گناهن ۾، ۽ ڏوهن جا ڏونگر،
تون پيارو پيغمبر جو، ۽ داور جو دلبر،
گيلاني گوهر! تي حامي "حسن بخش" سان.

## (١)

[سُر سهڻي – تين تال]

اگهڻ آساڏي، آ مٺا دلبر،
مَين جا تيڏي گولڙيان!

١- اگهڻ تون آوين، ڦيرا پاوين،
جند جان ساري مَين گهولڙيان،
شمس قمر وَت هيرا جواهر،
پَر پَر گهولان جهولڙيان!

٢- نيسدِن سِڪدي ڪرڙي ڪوڪاوان،
شب روز تيڏي مَين ڳولڙيان،
هردم هرهر هين اندر وچ،
هَي هَي، تيڏيان هولڙيان!

٣- نال نماڻي مُرڪ الاوين،
ٻاجهه وچون لب چولڙيان،
هڪ هڪ سخن هي لعل بدخشان،
ٻهگڻ ٻولين ٻولڙيان!

٤- بات زباني سِڪا آکي،
عشق واليان ڪي ٽولڙيان،
”حسن بخش“ هردم موج بحر ديان،
چَوهيان آون چولڙيان!

## (٢)

[ڀيروي - تين تال]

مار جادوگر جادو ڪيتوئي،
دلڙي ٿئي ديواني!

١- منڊڙا پڙهه ڪر ماريئي ڦيٽا،
درد ڏتوئي دلبر ڀيٽا،
هردم حال ٿياهم هيٺا،
مين جا ٿئي مستاني!

٢- نال ڪامڻ دل قيد ڪيتوئي،
منتر مارڪي، مار نيتوئي،
تن وچ طلسم سهج سيتوئي،
يار اهين يُوناني!

٣- صاف سڄڻ! ڪنهن سِحر سِڪايُئي،
دلبر دل تي دود دُکايُئي،
سارا ڏيل ڏکي دا ڏکايُئي،
دل داغ ڏتئي دل جاني!

٤- صاف سڄڻ! تيڏي سهڻي صورت،
هي "حسن بخش" مُهڻي مورت،
"ڪاوڙ تيڏي ڪُهڻي ڪدورت"(١)،
جند جان ڪران قرباني!

(١) "ناز غماز دي کهڙي قدرت"

(٣)

[روپ کونسيو ۽ آسا ـ کلواڙو]

بات برھ دي سمجھڻ مشکل،
بات برھ دي، باري وي.

١- شرع شريعت حکم حد يثان،
وعظ کتابان کم خبيثان،
مَين مُلّيان دي مول نہ ٽيسان،
توکّل کمر کناري وي.

٢- داخل مسجد مُول نہ ٽيوَن،
وچ ميخاني ميل مَد پيوَن،
ھر دو جھان سي جوڳي جيوَن،
"مُوتُوا قَبْلَ ال" قول قراري وي.

٣- قبلا، تيرٿ، کعبہ، کاسي،
مَکّي وچڻ کنون کاوَن قاسي،
کانئر کُوڙا کردا جاسي،
عشق ٻوليا اظھاري وي.

٤- جوڙ جڻيان جُنگ جوڳي پاون،
" آنَاالْحَق " اظھار آلاون،
وچ آحد صَمد ملکوت دي جاون،
لُک لاھين مرد مياري وي.

٥- نيڑي نات دي، جو چُل آوي،
خيال خودي دي ازخود ڪاوي،
"حسن بخش" هرجا حڪم هلاوي،
ايسا ڪُر گرناري وي.

محبوب مٺا، منٺار ميڏا! مَين روز و يکان تيڏيان راهين ـ
آۓ کڏاهين!
سوز فراق دي سُور سٺاوئين، دل اندر ديان دانهين ـ
آۓ کڏاهين!
دل جوش تيڏي بيهوش کيتي، چوڏار برهہ ديان باهين ـ
آۓ کڏاهين!
آ، هٙمرحال ٿيو ين هٙرڻ نال، "حسن بخش" ڀهگڻ ٻاجهہ نہ لا هين ـ
آۓ کڏاهين!

●

# يا رسول الله!

[كليان - تين تال]

محبّت جام پُر مجھ کو پلا دے، یا رسول اللہ !
شراب مست مدهوشی ملا دے، یا رسول اللہ !

١- شاه علي المرتضىٰ، هادي حسنين هر دو سرا،
گلِ گلزار نبوي کا رلادے، یا رسول اللہ !

٢- پیون سے شوق نیت شافي! تیوَن هر روز هر شب کو،
نبي هے نُور تجھ نیارا، دلادے، یا رسول اللہ !

٣- طمع دنیا ترک کر کے، چھڑادے شرک شیطانی،
نیدورے نفس کا رایا جلادے، یا رسول اللہ !

٤- سیّد صفتي، صفاتی، ذاتی هے ذکرِ خدا،
"حسن بخش" کو هردم تو هلادے، یا رسول اللہ !

# ذوق ذاتي

ذاكرا! پُر جام زم زم، ذوقِ ذاتي كوثرى،
پُر پيون سے آبِ احمر، هے حياتي همسرى.

١- صوفي صورت صاف كردے، يه صفاتي عنصري،
هفت اقليمي ميرا هے، پيد راه رهبرى.

٢- رُوحي، خفي، ذاتي، سرّي، نفي، اِثباتي پروري،
لا مكاں لولاك وچ هے، اعظم جهاتي اكبري.

٣- آخر "فنافي الشيخ" سے لا كے كاتي اظهري،
"مُوتُوا قبلَ اَن تَموتُوا" هے مماتي سروري.

٤- هے "حسن بخش" نيهٔ نظارا، بات باتي حيدري،
وجهٔ تافت دو جهان، مارائي انوري.

# اناالحق الاوينگا ...

عشق جڏان سر آيا هي، تڏان عاشق نام سڏاوينگا،
عـاشق نـام سڏاوينگا، جيتڙے جـي مـَر جاوينگا!

١- گنگا تيرٿ تيرے تن وچ، جمنا ڪيون جاوينگا؟
ناٿ گرو هرنام بـُلاڪي، ايوين رام ريجهاوينگا!

٢- نارالعشق دي آتش لاڪي، جان جگر ڪو جلاوينگا،
انگ اڏوتي، رنـگ پيوتي، خيال خودي وچ ڪاوينگا.

٣- ڪـَن ڪـُنڊل دے، گل وچ جـَنيان، رنگ رموز رماوينگا،
ناد بجاون، لـُنگ چڙهاون، باب برهه ڪو بلاوينگا.

٤- موج بحر ڪـا مدمت والا، پـيـالا پـُر پـِلاوينگا،
نال اسم دے جسم فناڪر، ذاتي ذڪر هـَلاوينگا.

٥- "حسن بخش" هادي هردے اندر، هـُوهـُو حق هماوينگا،
هندو مومن هڪي ڪبارل، 'اناالحق' الاوينگا!

•

# کھانا اپنا کھاتی هون

سجن کے پاس هم رهتے هون - کھانا اپنا مواریان -
کھانا اپنا کھاتے هون......

۱- سورٹ، جوگ، پھاڑي، ضلع،
کسوري، کانھڑا، کلیان بلا،
پرم پاگ مواریان-
پرم پاگ سب گاتے هون.

۲- سجن همارا موتي گل پوتا،
منڑي لات لوے جون طوطا،
تار پکڑے مواریان-
تار پکڑ کے کھتے هون.

۳- بگل بنسی، چنگ، بین باجے،
هت کڑ تالین کنجري کماچے،
طبل تنبور مواریان-
طبل تنبور بجاتے هون.

۴- هے "حسن بخش" من مستانی،
دلبر باجھون دل دیواني،
غم فکر ني مواریان-
غم فکر دکھ پاتر هون.

حسن بخش

**آفتاب ادب.** بهترين اديب جي بهترين تصنيف! سنڌ جي
ناميا ري اديب ۽ عالم، مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ پنهنجي هن
ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ارتقائي تاريخ، تهذيبي خصوصيتن ۽ علمي
ادبي لياقتن تي خاص الخاص انداز ۾ روشني وڌي آهي؛ ۽ پڻ علم معاني،
علم بديع ۽ علم بيان جي موضوعن تي مفيد ۽ مفصل معلومات هن
ڪتاب ۾ درج آهي. قيمت ٢-٤-٠ رپيا

**هدايت الانشاء.** مصنف مولانا هدايت الله "مشتاق". سنڌ ۾
خاص علمي ۽ فني تصنيفن جي اڻاٺ ته آهي ئي: انشاء پردازيءَ جو فن
هرڪنهن ٻوليءَ ۾ هڪ اهڙي اهم، بنيادي ۽ مستقبل حيثيت رکي
ٿو، جنهن جي پورائيءَ ۽ ڄاڻ ڪان سواءِ، ڪابه ٻولي تعريف نٿي
حاصل ڪري، ۽ نه ئي ان جو اديب پنهنجي مطالعي کي مڪمل ۽
تخليق کي پختو بنائي سگهي ٿو. انشاء پردازي جي فن تي، سنڌي
ٻوليءَ ۾ هي ٻهريون ڪتاب پڌرو ٿيو آهي، جنهن جو ۾ غور مطالعو
هر سنڌي قلمڪار لاءِ نهايت ضروري آهي. قيمت ٥-٠-٠ رپيا

**ديوان "قليچ".** سنڌي ادب جي حفاظت ۽ واڌاري لاءِ
ورتل اوائلي ڪوشش جي سلسلي ۾، شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ مرحوم
کي وڏي حيثيت حاصل آهي. سنڌيءَ جي هن محسن بزرگ، نظم
توڙي نثر ۾، هر صنف ۽ موضوع تي جيڪي قابل قدر ڪتاب لکي
ڇڏيا آهن، اهي اسان جي ادب ۾ سچ پچ ته وڏو خال ڀا ڀرين.
"ديوان قليچ" سندس غزلن جو مجموعو آهي. ڪتاب جي منڍ
۾، سندس فرزند ميرزا اجمل بيگ جو لکيل مقدمو، "قليچ" جي
ڪلام ۽ شخصيت تي سير حاصل ادبي بحث آهي. مرزا صاحب جا
۾ فوٽو به شامل آهن. قيمت ٧-٠-٠ رپيا